# سورهہ سنڌي ادب




## صاحب خان سورهہ ميراڻي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488

# شهيد جي ماءُ

(ڪهاڻيون)

يوسف سنڌي

پريات پبليڪيشنز حيدرآباد
1990ع

Soorih Mirani

[مالڪيءَ جا هڙئي حق اداري وٽ هٿيڪا]

ڪتاب جو نالو: شهيد جي ماءُ (ڪهاڻيون)
ليکڪ : يوسف سنڌي
ڇاپو : هڪ هزار
ڇيرو : پهريون
ڇپائيندڙ : پريات پبليڪيشن حيدرآباد، سنڌ.
ڇپيندڙ : ايم. خان پرنٽنگ پريس، گاڏي کاتو، حيدرآباد سنڌ.

ملهه: 6 ــ 00 روپيا

(اداري جو پنجون ڪتاب)

گهرائڻ لاءِ ڏس:

گهر نمبر ڊ ٩٠- بابن شاهه ڪالوني، ٽنڊي سڙڪ، حيدرآباد سنڌ.

ارپـنـا

ﭘنهنجي ننڍي ڌيءَ ﭘـارس جـي نـالـي...

يوسف

Soorih Mirani

○ بزدل انسان موت کان اڳ مري چڪو هوندو آهي، ليڪن بهادر انسان هڪ دفعو مرندو آهي.

(وليم شيڪسپيئر)

Soorih Mirani

# سٽاءُ



Soorih Mirani

# الا ائين ۾ هوءِ....!

○ قومن جي بقاءَ ۽ واڌ ويجهه جو عمل سندن ادبي (خاص ڪري بنيادي ادب يعني ٻاراڻو ادب) اوسر سان لاڳاپيل هوندو آهي. جنهن جي ڪري ئي ڏاهن جو چوڻ آهي ته ”سا قوم ئي زنده رهي، جنهن جي زبان زنده رهي.“ زبان جي زنده رهڻ مان مراد آهي ته ان زبان ۾ مختلف قسم جا گهڻي کان گهڻا ڪتاب شايع ٿيندا رهن.

سنڌي ادب ۾ ٻاراڻي ادب جي حوالي سان هڪ وڏي خال ڪان پوءِ ويجهڙائيءَ ۾ اسين ڪجهه ڪتابن کي پڌرو ٿيندي ڏسون ٿا، ته زبان ۽ خاص ڪري ٻاراڻي ادب جي واڌاري جي احساس سان اسان مڙني کي نهايت سرهائي محسوس ٿئي ٿي. ان جي باوجود جيڪڏهن اسين مثبت رخ ۾ سوچڻ ڪان پوءِ اهو سوال اٿاريون ته ڇا غلاميءَ جي سنگهرن ۾ جڪڙيل ۽ صدين کان پيڙهيل هن قوم جي ٻاراڻي جون واڌون ڏيکاريندڙ ادب به ان معيار ۽ مقدار سان ڇپجي ٿو، جنهن جي اسان جي ايندڙ نسلن کي تقاضا ۽ گهرج آهي؟ ته حقيقت پسندن جو جواب ”نه“ ۾ ملي ٿو. ڇاڪاڻ ته اسان جو موجوده ادب گهڻي ڀاڱي هن ديس جي

مسڪين ۽ اڻ ڄاڻ مارو ئڙن جي حقيقي مسئلن ۽ مونجهارن کان ڪوهين ڏور غيرسائنسي / غيرانساني ۽ مدي خارج سماج جي عڪاسي آهي، جنهن مان هڪ سڌرنڌڙ / سائنسي سماج ۽ روشن آئينڌي جي اميد رکڻ "ٻٻرن کان ٻير گهرڻ" برابر ٿيندو. اهڙي صورتحال ۾ اسان جي آڏو اهو سوال ڪر کڻي اڀري ٿو ته اسان کي دنيا جي باوقار ۽ ادب دوست قومن ۾ نالو ڳڻائڻ ۽ پنهنجي ايندڙ نسلن لاءِ ڪهڙو ادب تخليق ڪرڻ، پڙهڻ ۽ ڇاپڻ گهرجي؟ اسان جون قومي / تاريخي تقاضائون ۽ حالتن جون گهرجون ڪهڙيون آهن؟ هن مسئلي تي سڀني ادب دوست ماڻهن کي نهايت سنجيدگي ۽ ايمانداريءَ سان سوچڻو پوندو.... ڇاڪاڻ ته جيستائين حالتن جو نوس تجزيو ۽ گهرو مشاهدو ڪري ان تي عمل پيرا ٿيڻ لاءِ حالتن پٽاندڙ ۽ ڪارائتا اپاءَ نه ورتا، تيستائين منزل ۽ مقصد ماڻڻ ته پري رهيو، پر هڪ سگهاري ادبي سماج جي اڏاوت جو تصور پڻ اڻپورو ٿيندو.

ان مقصد ۽ حالتن جي گهرج کي نظر ۾ رکندي اسان "پرڀات پبليڪيشن" پاران پارائي ادب جو سفر شروع ڪيو آهي، جنهن جي پنجين ڪاوش اوهان جي هٿن تائين رسائي رهيا آهيون. اسان هن فرض سان ڪيئن ۽ ڪيتري قدر نڀايو آهي، اهو فيصلو ادب دوست حلقن جي عدالت تي ڇڏيون ٿا.

ورهاڱي ۽ ون يونٽ واري دور کان وٺي پارائي

ادب ۾ خاص ڪري ڪهاڻي جي صنف جي ڏاڍي ڪوٽ ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جنهن لاءِ اسان جا ناليرا ڪهاڻيڪار ئي بهتر جواب ڏيئي سگهن ٿا. بهرحال "اڃا ڪي آهن ڪل جڳ ۾ ڪاپڙي" وانگيان مانگر مڇن جي ميڙ ۾ نئين نهيءَ جو سجاڻ سرجڻهار "يوسف سنڌي" سنڌي ٻاراڻي ادب لاءِ پاڻ پتوڙي رهيو آهي، جنهن لاءِ هو ڪيرون لهڻي. هيءَ سندس ڪهاڻين جو ٻهريون مجموعو آهي، جنهن ۾ سندس تخليق ڪيل ڪهاڻيون ۽ ڪجهه ترجما شامل آهن. جڏهن ته ڪن ڪهاڻين جا بنيادي خيال ماخوذ ٿيل آهن. جيڪي پنهنجي دور ۽ معيار جي بهترين ڪهاڻين سان ڀيٽي سگهجن ٿيون. جن ۾ هن نهايت سنجيدگيءَ سان ٻارن جي حالتن ۽ مسئلن تي لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جنهن ۾ هو گهڻي ڀاڱي ڪامياب ويو آهي.

آخر ۾ اسان ادب سان چاهه رکندڙ حلقن ۽ ٻاراڻي ادب جي گهڻ گهرن آڏو اهو عزم ورجايون ٿا ته "پريات" ٻاراڻي ادب جي ميدان ۾ اڳي کان اڳري ٿي پاڻ پتوڙيندي رهندي، ۽ هن ديس جي معصوم ۽ انگ اگهاڙن ٻارڙن جي ڪومل ڪلڙن تان لڙڪ اگهڻ جا جتن ڪندي رهندي.

**پرياتِ سٿ**

# پنهنجي پاران....

● اڄ جڏهن آءٌ پنهنجي گذريل زندگيءَ تي نظر وجهان ٿو ته هڪ قسم جو سڪون ۽ اطمينان ٿو نصيب ٿيم. هوش سنڀالڻ کان وٺي اڄ سوڌي، مون پنهنجو گهڻو وقت لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ گذاريو آهي. مون هر وقت هر ڏکي ۽ کٺن حالت ۾ لکڻ ۽ پڙهڻ جو ساٿ نه ڇڏيو آهي ۽ لکڻ ۽ پڙهڻ سان ان ساٿ نڀائڻ جي عيوض مون ڪافي ڀوڳيو آهي ۽ اهي ڀوڳناڻون منهنجي زندگيءَ جو اڻ ميو ثمر رهيون آهن. اسڪول ۾ پڙهڻ دوران ٻاراڻا ڪتاب گهرائي پاڻ پڙهندو هئس ۽ ڪيترن هڪ جيڏن سنگتين ۽ ساٿين کي پڙهائيندو هئس ۽ منجهن سنڌي ٻولي ۽ ڪتابن سان چاهه پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هئس ۽ ان کي هڪ مشن سمجهي ڪم ڪندو هئس ۽ اڄان به ڪندو آهيان.

منهنجو گهرو ماحول عام رواجي هو، گهر جي سڀني ڀاتين ۾ آءٌ پهريون فرد هئس جنهن مئٽرڪ پاس ڪئي. اڳ ۾ منهنجون به ڀيڻون به ٽي سنڌي درجا پڙهي گهر ۾ ويهي رهيون هيون. اهڙي ماحول ۾ رهڻ جتي ڪتابن يا علم جي دور جو به ڪو واسطو نه هجي اتي ادب سان دلچسپي، سا به جنون جي حد تائين ٿيڻ

سچ تہ ٻيو ڪو حيران نہ بہ ٿئي پر آءٌ ضرور آهيان.
پنهنجي امان ۽ بابا جو آءٌ اڪيلو پٽ هئس، هنن
مونکي پڙهائڻ ٿي چاهيو. منهنجي نانيءَ جو مون سان
انتها پيار هو ۽ اڃا بہ آهي. هن جا اسڪول ۽ گهر
تائين جا پنڌ مونکي اڃان تائين ياد آهن. هن جا مونکي
پيار مان پاڪر وجهي ماترائي پرچائي اسڪول نيڻ جا
جتن ياد ڪري منهنجو ڪنڌ تعظيم سبب جهڪيو
وڃي. پر آءٌ نٽر، اسڪول وڃڻ جو نالو ئي نہ وٺندو
هئس. منهنجي مائٽن جو اهو شوق ڏسي منهنجي هڪ
مائٽ، جيڪو منهنجو استاد بہ رهي چڪو آهي، تنهن
بابا کي چيو تہ ڇوڪرو پڙهندو هيئن ڪونہ، کيس
درزيءَ جي دڪان تي ويهاريو تہ ڪم سکي. ڪجهہ
سال پوءِ جڏهن آءٌ نائين يا ڏهين ڪلاس ۾ هئس ان
ساڳئي استاد هڪ سوالن جوابن جي چٽاڀيٽيءَ ۾ مونکي
پهريون نمبر کڻندو ڏسي چيو، ”آءٌ دل ئي دل ۾ کلي
رهيو هئس تہ هي بہ ٿو مقابلو ڪري، پر هي تہ ائين
فر فر جواب ڏيڻ لڳو جو آءٌ حيران ٿي ويس.“ آءٌ
اڄ بہ انهن لفظن مان اتساهہ وٺندو آهيان ۽ هر انهيءَ
ڳالهہ مان اتساهہ وٺندو آهيان جيڪا مخالف مون کي
اڳيان وڌندو ڏسي ڪندا آهن ۽ پوءِ آءُ اڃان بہ وڌيڪ
محنت ڪرڻ لڳندو آهيان.

ان وقت مون لکڻ جي ڪوشش ڪئي. مون پنهنجي
ادبي زندگيءَ جي شروعات ٻاراڻي ڪهاڻين لکڻ سان

ڪئي. منهنجون اهي ٻاراڻيون ڪهاڻيون گل ڦل ۽ ٻارن جي ٻين رسالن کان علاوه هلال پاڪستان جي ٻاراڻي صفحي ”گلن جهڙا ٻارڙا“ ۾ ڇپيون ۽ ان صفحي جي انچارج محترم حساءِ سومري منهنجي هر لکت بنا ڪنهن ڦير ڦار جي ڇپي مون ۾ لکڻ جي معاملي ۾ خود اعتمادي پيدا ڪئي.

مون لکڻ جي شروعات ٻاراڻي ادب کان ڪئي ۽ اڄا به ٻارن لاءِ لکندو آهيان. جيتوڻيڪ هاڻ ٻارن لاءِ لکڻ جي معاملي ۾ ايترو تيز نه آهيان، پر ايترو ڏوهي به نه آهيان، جيترو ٻيا ادب دوست آهن جيڪي ٻارن لاءِ بلڪل نه ٿا لکن.

هن ڪتاب ۾ منهنجون ٻارن لاءِ لکيل ڪجهه ڪهاڻيون شامل آهن. ڪجهه ڪهاڻيون ٻيون به آهن، جن ۾ منهنجي شروعاتي ڪهاڻي ’ظلم جي ديوار‘ به آهي. اڳتي هلي موقعو مليو ته آهي به ڪتابي صورت ۾ شايع ڪندس.

هي ڪتاب به عجيب نموني ڇپيو، هڪ ڏينهن ڀاءُ نصير سارنگ ۽ مير جمالي مليا. پريات ڪتابي سلسلي لاءِ ڪهاڻي گهريائون ۽ گڏوگڏ ٻارن لاءِ لکڻ تي اصرار به ڪيائون. مذاق ۾ چيم، منهنجو ٻارن لاءِ ڪتاب آهي، ڇپائيندا؟“ هڪدم ”ها“ ڪيائون. مون ته فقط ها سمجهي. پر هي ٻئي يار اصل ڪاهي پيا. اهي ٻنهي يارن جا قرب ڇئبا جو ڏڙ پيڙ ڪري فيئر

ڪرايائون نه ته اڃان به ڳچ وقت لڳي ها. نه فقط اهو، پر ڪين اهو به جس ڏيندس ته هي ٻئي يار پنهنجي ٻين ساٿين سان گڏجي جنهن نموني ٻارائي ادب جي واڌاري لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا آهن، سا ڪا معمولي ڳالهه ڪانهي شل سنڌ اهي ڪوششون ڪامياب وڃن ۽ سنڌي ٻارڙا پنهنجي وطن جي آجپي ۽ سرهائي لاءِ پاڻ پتوڙين.

جيئي سنڌ ـــ

**يوسف سنڌي**



# ننڍڙا مجاهد

مرشي ۽ لوشي ٻئي ڀاءُ ڀيڻ ويٽنام جي هڪڙي ننڍڙي ڳوٺ جي پاسي کان هڪ ٿلهي وڻ جي ڍير ۾ لڪا ويٺا هئا. هنن جي پيءُ کي ڪالهوڪي جنگ ۾ گولي لڳي هئي ۽ هو گهر ۾ زخمي ٿيو پيو هو. ان جي بندوق به اتي پئي هئي. هنن لڪ چوريءَ ۾ اها بندوق کنئي ۽ وڻ تي مٿي هڪ ٻئي کي چاڙهي اچي انهيءَ ڍير ۾ ويهي رهيا ته دشمن وري جيڪڏهن ڳوٺ تي حملو ڪري ته انهن تي گولي هلائجي.

اهو ٻنپهرن جو ٽاڻو هو. اوچتو ٿوري دير کان پوءِ آمريڪي سپاهين وري ڳوٺ تي حملو ڪيو. ڳوٺ جي چوڌاري کاهين ۾ ڳوٺ جا مرد ۽ زالون اڳ ۾ ئي دشمن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار ويٺا هئا. وڏي زبردست لڙائي شروع ٿي ويئي. ٻنهي پاسن کان گولين جو وسڪارو شروع ٿي ويو، لوشي ۽ مرشي به ڍير ۾ لڪي بندوق هٿ ۾ جهلي چوڪس ٿـي ويهي رهيا. هنن جي ٻنهي پاسن کان گوليون سوسات ڪنديون لنگهنديون رهيون، اوچتو هڪڙي پاسي کان ٻه آمريڪي سپاهي ڊورو ڏي اڳيان کين جهنگ ۾ ڏسڻ ۾ آيا. ٻئي

سپاهي ڪڏ ۾ ليٽي ڳوٺ ڏانهن بندوق هلائي رهيا هئا. مرشي ۽ لوشي زمين کان ڏهاڪو ڪن فوٽ مٿي هئا، تنهنڪري هنن کي اهي ٻئي سپاهي چڱي طرح ڏسڻ ۾ پئي آيا ۽ پوري ڏک ۾ هئا، بندوق ”مون کي ڏي آءٌ ٿي هلايان.“ مرشيءَ لوشيءَ کي چيو، ”نه تون ڇوڪري آهين، تو کان بندوق ڪونه ڇٽندي، پاڻهي آءٌ ٿو هلايان.“ لوشي بندوق هٿ ۾ ڪنئي پر اها ڳري هئي ۽ هن جا هٿ ڏکڻ لڳا. نيٺ هڪڙي ترڪيب هنن کي سمجهه ۾ آئي. مرشي بندوق جي ناليءَ هيٺان ٿي ويٺي ۽ ناليءَ کي ڪلهي تي رکيائين ۽ لوشي هن جي پويان انهن سپاهين تي چست ٻڌي، جلدي هن بندوق مان آٺ راؤنڊ هلايا. جتي سپاهي ليٽيل هئا، اتي ڊوڙ اڏائي، پوءِ خبر نه پئي ته انهن جو ڇا ٿيو؟

شام تائين لڙائي هلندي رهي. ان کان پوءِ آمريڪي سپاهي پنهنجون گاڏيون ڪاهي هليا ويا. ڳوٺ ۾ جنگ بند ٿيڻ جو توتارو وڳو ۽ سڀ ڳوٺاڻا ڪاهين مان نڪري آيا. هي ٻه ٻئي ننڍڙا سپاهي وڻ جي ڍير مان لهي هيٺ آيا ۽ بندوق کڻي ڊوڙي ان پاسي وڃڻ لڳا، جتي هنن سپاهين تي گوليون هلايون هيون. اتي رت جا ٻه وڏا ڍبا ٿيل هئا. انهن ٻئي ٻڪ انهيءَ مٽيءَ سان ڀريا ۽ ڊوڙندا ڳوٺ وارن ڏانهن آيا، ”ويٽنام سدا جيئي“ جا نعرا ٻه جوش مان هڻندا پي آيا ۽ سيني کي اچي ٻڌايائون ته اسان هڪ اڇو ۽ هڪ ڪارو آمريڪي

ڪتو ماريو. ڳوٺاڻا هنن کي ڪلهن تي چاڙهي نچائڻ ٽپائڻ لڳا.

پيارا ساٿيو!

هينئر اسان جي پياري وطن سنڌ تي ڏاڍو ڏکيو وقت آيل آهي، ڇوڌاري اسان سنڌين کي اقليت ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ هر قسم جا جتن ڪيا پيا وڃن. اسان کي کپي ته اسين به لوشي ۽ مرشي جيان پنهنجي قومي وجود کي بچائڻ لاءِ پاڻ پتوڙيون.

# شهيد جي ماءُ

● جرمني ۽ ڊنمارڪ جي وچ ۾ ٿيل جنگ ۾ جرمني شڪست کاڌي ۽ ان جا ڪجهه علائقا ڊنمارڪ پنهنجي قبضي ۾ ڪري ورتا. انهن علائقن کي واپس وٺڻ لاءِ جرمن وارن هڪ دفعو زبردست ڪوشش ڪئي، پر هو ان ۾ ڪامياب ڪونه ٿيا، ان شڪست جو ٻڌي جرمن جو ٻچو ٻچو وطن تان سر گهورڻ لاءِ تيار ٿي ويو.

والاريـل علائقي کان ٽيهارو ڪلوميٽر پـري هڪ ننڍڙو ڳوٺڙو هو، جنهن ۾ هڪ ٻڍي جيني ب رهندي هئي. هوءَ ڳوٺ وارن جو ڪم ڪار ڪري پيٽ گذر ڪندي هئي.

جنگ هڪ ڀيرو وري شروع ٿي، جرمنيءَ جو هر فرد محاذ تي وڃڻ لاءِ تيار هو. جرمن سرڪار جنگ ۾ پنهنجي سپاهين جي مدد ڪرڻ لاءِ سڄي ملڪ جي عوام کي اپيل ڪئي هئي، ۽ هر هنڌ اهڙيون آفيسون کوليون هيون، جتي امدادي سامان وصول ڪيو ويندو هو.

پـوڙهي جيني جڏهن امداد لاءِ پنهنجي حڪومت جي دردمندانه اپيل ٻڌي ته هوءَ پنهنجو قاڻل تنل ميرو ٿيلهو ڪڍي ڪنهن ويجهي امداد وصول ڪرڻ واري مرڪز جي ڳولا ۾ نڪتي، نيٺ هوءَ هڪ مرڪز ۾

پهتي، جيڪو اسپتال جي هڪ ڪمري ۾ قائم ڪيل هو. هوءَ اندر داخل ٿي، هن ڏٺو ته اُتي هڪ پورن وارن وارو جوان ميز تي جهڪيو ڪجهه لکي رهيو هو.

”امداد وصول ڪرڻ وارو مرڪز هي آهي؟“ پوڙهيءَ پڇيو.

”ها!....“ نوجوان آٿندي هڪ ڪنڊ ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

هن ڏٺو ته ڪنڊ ۾ ڪپڙن جو ڍڳ لڳو پيو هو.

”هون .... ته مون ڪان به وٺ.“ ائين چئي پوڙهي ٽيلهي مان مٺ ريزگاريءَ جي پري ڳڻڻ لڳي.

هڪ، ٻه، ٽي، چار.... ڏهه مارڪ. پوڙهيءَ پئسن کي ميزي تي رکندي چيو. اهڙي طرح پوڙهي ڏاڍي تيز رفتاريءَ سان ڳڻيندي ويئي. هن جي ڳڻڻ جو انداز ڏسي آس پاس جا ماڻهو اهو تماشو ڏسڻ لاءِ گڏ ٿي ويا.

ڏهه مارڪ، ويهه مارڪ، ٽيهه مارڪ .... اهڙي طرح ڏهن ڏهن مارڪن جون ڏهه ڍڳيون بنائي چوڻ لڳي،

”منهنجي طرفان وطن جي سورمن لاءِ هيءَ حقير امداد.“

”اوهان جو نالو....“ پورن واري نوجوان پڇيو.

”نالو.... نالي جي ضرورت ڪانهي.“

”مون کي ائين پيو لڳي ته هن ماڻيءَ پنهنجي سڄي ڄمار جي پونجي امداد ڏيئي ڇڏي آهي. منهنجي خيال ۾ توون ڪجهه مارڪ هن کي موٽائي ڏي ته جيئن

هيءَ ڪجهه ڏينهن آرام سان گذاري سگهي. آئي بيٺل ماڻهن مان هڪ ڇٽي پورن وارن واري نوجوان کي چيو.”
”ها! امڙ ڪجهه پئسا تون ڪڻ.“
”نه بلڪل نه.... آءٌ هنن مان هڪ ڪوڏي به ڪونه ڪٽنديس.“ ائين چئي هوءَ وڃڻ لاءِ مُڙي ته پورن وارن واري جوان پڇيس. ”امڙ تنهنجو نالو ۽ ڳوٺ ته ٻڌائي جيئن اسين داخلا رکي سگهون.“
”تون لک ڌرتيءَ جي هڪ غريب ڌيءَ پاران امداد.“ پوڙهيءَ وراڻيو.
”پلا تنهنجو پيو ڪير آهي.“ بيٺلن مان هڪ چيو، اهو ٻڌي پوڙهي ڍري ٿي ويئي ۽ چوڻ لڳي، ”ها! هڪ ٻچڙو هئم، نالو هئس جان، گذريل جنگ ۾ جڏهن ڳوٺ جا پيا نوجوان محاذ تي ويا ته منهنجو ٻچڙو به ويو ۽ هو آئي ڌرتيءَ ماتا جي حفاظت جي جنگ ڪندي شهيد ٿي ويو ... ان ڏينهن کان وٺي جڏهن کان جان جنگ تي ويو هو، مون پائي پائي ڪري هي پئسا ميڙيا هئا، ته جڏهن منهنجو جان موٽندو ته انهن پئسن مان سندس پسند جون شيون وٺي کيس سوکڙي طور ڏينديس، پر جان جي شهيد ٿيڻ جو ٻڌي اها آس اندر ۾ رهجي ويم ۽ هاڻي جڏهن اسان جي بهادر سپاهين کي امداد جي گهرج آهي، ته سوچيم ڇو نه انهن کي ڏيان جيئن جان جي روح کي، جيڪو وطن ۽ ويڙهيچن جي آزاديءَ لاءِ تڙپي رهيو آهي، ڪجهه سڪون ملي.“

اهو چئي پوڙهي خاموش ٿي ويئي ۽ سندس اکين مان لڙڪ بوندن وانگر ڳڙي رهيا هئا.

”افسوس ...! اسان کي هن کي دوکي ۾ رکڻ نه گهرجي ۽ سڀ ڪجهه ٻڌائڻ گهرجي....“ بيٺلس مان هڪ چيو. ”ها! مون کي سڀ خبر آهي، هن پيري ٻه سوپ اسان جي حصي ۾ ڪونه آئي آهي.... هن پيري ٻه دشمن سوپارو ٿيو آهي.... پر مون کي وشواس آهي ته اهو ڏينهن پري ڪونهي جڏهن اسان جو وطن آزاد ٿيندو، پوءِ اسان انهن سوين جانن جي قبرن تي گلن جي ورکا ڪنداسين، انهن جي شان ۾ گيت چونداسين.... ان لاءِ آءٌ اڄ کان ئي ايندڙ جنگ جي تياريءَ لاءِ پيٽ تي پٿر ٻڌي پئسا گڏ ڪرڻ شروع ڪنديس.“

اهو چئي پوڙهي وڃڻ لڳي، پويان بيٺل همراهن مان ڪنهن چيو، ”بيشڪ اها ڌرتي ڪڏهن ٻه غلام نه ٿي رهي سگهي، جنهن جي ٻار توڙي ٻڍي ۾ آزاد رهڻ جو جذبو آهي.“ (ماخوذ)

# ڀوائتو سفر

● ٽمبڪٽو اولهه آفريقا جي وڏي ريگستاني رڻ ڀٽ جو هڪ ناميارو شهر آهي. ١٩٥٦ع ۾ هڪ آمريڪي سيلاني رابرٽ ڪرسٽوفر ان عظيم ريگستان جو سفر شروع ڪيو. جڏهن هو اڃا ننڍو ٻار هو ته سندس ماءُ کيس شرارتن کان باز رکڻ لاءِ کيس ڊيڄاريندي چوندي هئي ته هوءَ کيس ٽمبڪٽو موڪلي ڏيندي. پر ڊيڄڻ بدران ڪرسٽوفر جي دل ۾ ان شهر کي ڏسڻ جو وڏيڪ شوق پيدا ٿيو، جڏهن هي وڏو ٿيو ته هن ٽمبڪٽو وڃڻ جو پڪو پهه ڪيو. ان لاءِ هن آفريقا جي هڪ ملڪ الجزائر مان پنهنجي مهم جي شروعات ڪئي. جتان کيس ٽمبڪٽو ڏانهن سفر ڪرڻو هو، هي شهر عظيم ريگستان جي ڏکڻ ۾ نائيجريا جي ويجهو آهي.

هن اهو ڏکيو سفر الجزائر جي هڪ شهر ٻوسعده مان شروع ڪيو. ڪرسٽوفر کي پتو پيو ته صحرا ڏانهن هڪ ٽرڪ وڃڻ لاءِ تيار بيٺي آهي. هن ڊرائيور سان ڳالهايو ۽ اهو طئي ڪيو ته جيستائين هو وڃي، تيستائين هن کي ڪٺي وڃي.

حالت ڏاڍي خراب هئي، ٽرڪ جي اڳين سيٽ تي ڊرائيور، ڪلينر ۽ ڪرسٽوفر ويٺل هئا، ٽرڪ جي

رفتار ويهه ميل في ڪلاڪ هئي. سج هوريان هوريان اڀري رهيو هو ۽ ريگستان ۾ تپش وڌندي رهي، ٿوري دير کان پوءِ گرمي ايتري ته وڌي ويئي، جو ڪرسٽوفر کي ٽرڪ ۾ منجهه ٿيڻ لڳي. ان وقت پرسان هڪ فوجي ٽرڪ اچي لنگهي. ڪرسٽوفر اشارو ڏيئي گاڏي بيهاري ۽ فوجي آفيسر کي التجا ڪندي چوڻ لڳو ته کيس هن مصيبت مان ڇڏائي، جنهن ۾ ويهه ميل في ڪلاڪ جي رفتار سان سفر ڪندي موت جي منهن ۾ وڃي رهيو آهي. آفيسر هن کي چيو ته فوجي قانون موجب هي هڪ عام ماڻهوءَ کي فوجي گاڏيءَ ۾ نٿو ويهاري سگهي. خوشقسمتيءَ سان ڪرسٽوفر وٽ هڪ پراڻي سفارتخاني جو پراڻو سفري اجازت نامو هو. جيڪو هن آفيسر کي ڏيکاريو. ڪارڊ جي پٺيان ”ختم ٿيل“ جي مهر لڳل هئي، پر آفيسر ورائي ڪونه ڏٺو، ۽ کيس پاڻ سان گڏ ٽرڪ ۾ ويهڻ جي اجازت ڏنائين، ان گاڏيءَ ۾ ڪرسٽوفر ڏاڍي آرام ۽ سڪون سان سفر ڪيو ۽ هڪ ريگستاني شهر ”غار دائيا“ ۾ لهي ويو. ان شهر ۾ ايتريون ته مکيون هيون، جو شايد ٻئي ڪنهن علائقي ۾ هجن، مکيون هر شيءِ تي اهڙي طرح ڇهانيل هيون، جو هر شيءِ ڪاري نظر اچي رهي هئي. اتي هي جيترو وقت ترسيو سخت مصيبت ۾ مبتلا هو ٻئي ڏينهن کيس خبر پئي ته هڪ ٽرڪ ”الڪوليتا“ شهر وڃڻ لاءِ تيار بيٺي آهي. اها ٽرڪ نئين ۽ مضبوط

هئي. ڪرسٽوفر ڊرائيور کي چيو ته ڪيس پاڻ سان گڏ
وٺي هلي. ڊرائيور اها ڳالهه قبول ڪئي. شهر کان ڏهن
ميلن تائين رستو پڪو هو. پوءِ ريگستان شروع ٿي
ويو. هن ڪي رستو چوڻ بدران واريءَ جو سمنڊ
چوڻ بهتر آهي. ڊرائيور ڏاڍي هوشياريءَ سان گاڏي
هلائي رهيو هو. سفر ڏاڍو پوائتو هو. واري ايتري ته
نرم هئي، جو گاڏيءَ جا ڦيٿا هر هر ڦاسي ٿي پيا.
ڊرائيور وٽ ڏهه ڏهه فوٽ ڊگهيون پٽيون هيون، جن
کي واريءَ تي خاص انداز سان رکي رستو ٺاهي گاڏي
هلائڻي ٿي پئي. ڪرسٽوفر هن ڏکئي ڪم ۾ ڊرائيور
جي ڏاڍي مدد ڪئي. ڪرسٽوفر کي ڊرائيور ريگستان
جي سفر جا ڪيترائي پوائتا قصا ٻڌائي وڌيڪ ويچاري
ڇڏيو. ته ڪيئن ٽن انگريزن جي ڪار واريءَ ۾ ڦاسي
پئي هئي ۽ ٽن ڏينهن ڪان پوءِ انهن جا لاش سڪل
ڪاٺين جي حالت ۾ مليا. هو ايتريقدر اچايل هئا، جو
گهٻرائجي هر شيءِ کي پيئڻ جي ڪوشش ڪيائون.
ايتريقدر جو ڪار جي ريڊي ايٽر مان به پاڻي حاصل
ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون. منجهائن هڪ ته پيٽرول
پيئڻ جي ڪوشش ڪئي. ٻئي ڏينهن صبح جو ڪرسٽوفر
کي اها حقيقت درست نظر اچڻ لڳي. چو ته ڊرائيور
ڪيس ٻڌايو ته سخت گرميءَ سبب پاڻيءَ جي هڪ
مشڪ ڦاٽي چڪي آهي. جيڪڏهن ڪا تڪليف پيش
نه به آئي، تڏهن به سفر خطري ڪان خالي ڪونهي.

ڪرسٽوفر نقشي جي مدد سان معلوم ڪيو تہ پاڻي ڪٿي ملي سگهي ٿو، پوءِ هي پنهنجو اصل مقصد ڇڏي اوڏانهن وڃڻ لڳا، اهو مفاصلو بہ تمام گهڻو هو، هڪ دفعي ڪرسٽوفر اُچ کان بيحال ٿي پاڻ کي ڪٿي ٿڌل واريءَ تي ڦٽو ڪيو، ان مهل ڪيس اها ڳالهہ ذهن ۾ بہ ڪانہ هئي، تہ واري ايتري گرم بہ ٿي سگهي ٿي. سو هي واريءَ تي ڪرندي شرط رڙ ڪري اُٿيو، هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ گرم ڪوئلن جي ڏيڳ تي ڪريو هجي، ۽ هن کي ائين محسوس ٿي رهيو هو، ڄڻ تپيل لوهہ جي سيخ هن جو جگر ڦاڙي ڇڏيو هجي. هن جي مٿي ۾ چڪر اچڻ لڳا ۽ هي غش ٿي سيٽ تي ڪري پيو. آخر هي پاڻيءَ واري هنڌ پهتا، اُتي کوهہ جو ٿڌو پاڻي ڏسي ڪرسٽوفر خوشيءَ منجهان ٽپ ڏئي اُٿيو ۽ ڊوڙ ڪري پاڻي پيتو ۽ خدا جو شڪر ادا ڪيو. درجو حرارت پنهنجي نقطي عروج تي هو. هڪ سئو ميلن جي سخت مشڪل مسافريءَ کان پوءِ هي "الگوليٽا" پهتا، جتي هنن سک جو ساهہ کنيو. ٻئي ڏينهن هي هڪ ٽرڪ ذريعي 'ان ملاح' ڏانهن روانو ٿيو. اهو بہ هڪ ڏکيو سفر هو، ايتريقدر جو ڪرسٽوفر پاڻ کي مثل سمجهي ريگستان جي رحم ۽ ڪرم تي ڇڏي ڏنو پر قسمت ڪا چڱي هيس جنهن ڪيس صحيح سلامت پهچايو، باقي سفر هن اُٺن جي قافلي سان گڏ ڪيو. هڪ ڏينهن اوچتو اونده ڇانئجي ويئي ۽ اهڙو تہ زوردار

طوفان شروع ٿي ويو جو خدا جي پناهه. ماڻهن اُٺن کي گول دائري ۾ ٻيهاري پناهه ورتي، اڌ ڪلاڪ کان پوءِ جڏهن طوفان ڍرو ٿيو ته هنن جو اڌ ڌڙ واريءَ ۾ ڦاسي چڪو هو، هاڏي هن کي پتو پيو ته ڪيئن قافلن جا قافلا صحرائن ۾ دٻجي وڃن ٿا. هڪ ڏينهن ڪرسٽوفر کي چانهه ٺاهڻي هئي، سو هن جيئن ئي هڪ پٿر کنيو ته ان جي هيٺان چار فوٽ ڊگهو نانگ نڪري آيو. هن ڦڙتيءَ سان پنهنجي جان بچائي، آخر هي ڏکيو سفر طئي ڪري ٽمبڪٽو پهتو. هاڏي هن کي خبر پئي ته ماڻس جيڪو پيءُ ڏياريندي هئي، اهو صحيح هو، چاڪاڻ ته اها هڪ خطرناڪ جاءِ هئي. (ترجمون)



# سوريءَ جنين سيج

هر طرف افراتفري لڳي پئي هئي، هر هنڌان باه جا شعلا پئي پيڙڪيا، هر طرف راڙو ريهه لڳي پئي هئي، هرڪو پنهنجي جان بچائڻ جي فڪر ۾ هو، هي لبنان جو شهر سيڊون هو، ڪجهه گهڙيون اڳ اسرائيلي جهاز بمباري ڪري هيڏي تباهي مچائي ويا هئا، ڪنهن کي به ڪنهن جي سڌ ڪونه هئي، گهڻيون ڪريل عمارتن ڪارڻ بند ٿي چڪيون هيون، هر طرف لاش پکڙيا پيا هئا، سوين، بلڪ هزارين ماڻهو ڪرندڙ عمارتن ۾ دٻجي اجل جو شڪار بڻجي چڪا هئا.

اوچتو سيڊون جي گهٽين مان هڪ پندرهن سورهن سالن جو ٻالڪ ڪرندڙ عمارتن ۽ رستي تي پيل لاشن کان پاڻ بچائيندو ان طرف ڊڪي رهيو هو، جنهن طرف شهر کان ڪجهه پريرو اسرائيلي فوج جي ڪيمپ لڳل هئي، هو تکيون وکون کڻندو اوڏانهن پئي رهيو هو. هن کي ظالم اسرائيلين تي ڏاڍا جڪ پئي آيا، جن هن جي پياري کلندڙ ڪڏندڙ شهر کي ڪنڊراتن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو هو، جن هن جا ماءُ پيءُ هن کان کسي ورتا هئا ۽ سندس ننڍپڻ جو دوست منصور به کانئس کسي ورتو هو. اوچتو پريان هن کي هڪ

جيپ ايندي نظر آئي، هي هڪدم گهٽ هٽي پاسي ۾ ڪريل عمارتن ۾ گهڙي ويو ۽ سٽ ڏيئي کيسي مان ريوالور ڪڍيو، جيڪو بمباريءَ کان اڳ سندس ساٿي حباش کيس ڏنو هو ۽ چيو هئائينس، ”حبيب! هي وٺ هن ۾ ڇهه گوليون آهن ۽ هر گوليءَ سان هڪ اسرائيلي ڪتو مارج.... هڪ به گولي زيان نه ڪج.“ جيپ ويجهو ايندي ويئي ۽ شهر جي اولهندي پاسي کان ٺڪا ٺوڪي شروع ٿي ويئي. شايد رات جي اونداهيءَ جو فائدو وٺي فدائين اسرائيلي ڪئمپ تي حملو ڪري ڏنو هو، اوچتو جيپ هن کان ٿورو پرڀرو اچي بيٺي ۽ منجهانس ٽي فوجي لٿا ۽ لهندي ڏي آسپاس گوليون هلائڻ لڳا. پر جواب ۾ ڪوبه فائر ڪونه ٿيو. اهو ڏسي هو مطمئن ٿي اڳتي وڌڻ لڳا. هاڻ هو حبيب کان فرلانگ کن پري هئا، اهو ڏسي هن جي دل سانداڻ وانگر سهڪڻ لڳي ۽ هن جا هٿ مضبوطيءَ سان پستول تي ڄمي ويا ۽ هن نشانو وٺي لڳاتار ٻه فائر ڪيا ۽ ان سان گڏ ٻه هانءُ ڪنبائيندڙ رڙيون ٻاڌ ٿيون ۽ ٻن جسمن اچي ڦهڪو ڪيو. هيءَ لوءَ ڏيئي پڳل دريءَ مان ٽپي ڪجهه وکون ڊوڙي پٽ جي ڀر ۾ ليٽي پيو. هاڻ اسرائيلي فوجين جيپ جي آڏ وٺي فائرنگ شروع ڪري ڏني. گوليون هن جي مٿان، پاسن کان زوزاٽ ڪنديون لنگهنديون ويون. هن جي پستول ۾ چار گوليون هيون ۽ فوجي ٻه چار هئا،

هن کي سنڌس ساٿي حباش جا چيل لفظ ذهن ۾ پڙاڏي وانگر گونجڻ لڳا، ”هڪ گولي به زيان نه ڪج، هر گوليءَ سان هڪ اسرائيلي مارج.“ هن وري پستول سنئون ڪيو ۽ نشانو چٽي گهوڙو دٻايو، هڪ رڙ آئي ۽ هي سري وڃي وڻ جي پويان ٿي ويٺو، هاڻ اسرائيلي انهن هنڌن تي گوليون چٽي رهيا هئا، جتي کين شڪ هو ۽ هنن کي ائين پئي لڳو ته ڪنڊر اندر هڪ ڪان وڏيڪ فدائين لڪل آهن. هن نشانو وٺي گولي اچا مٿس هلائي، تيسين هڪ گولي زوزاٽ ڪندي اچي هن جي ڪلهي ۾ لڳي ۽ هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ باهه سوراخ ڪري هن جي جسم ۾ گهڙندي ٿي وڃي، هن جو مٿو چڪرائڻ لڳو ۽ هي غش ٿي ڪري پيو.

هن کي جڏهن هوش آيو ته هن پاڻ کي اسرائيلي ڪمانڊر آڏو ڏٺو، ”سپر! هي اهو ڇوڪرو آهي جنهن اسان جا ٽي جانباز قتل ڪيا آهن.“ اهو سڻي ڪمانڊر گهور ڪري هن ڏانهن نهاريو ۽ پڇيائين، ”ها ڇورا؟“ پر هن ڪابه ورندي ڪانه ڏني، هن کي رڳو اهو افسوس هو ته هن ڇهه اسرائيلي ڪتا ڇو ڪونه ماريا. ”هن کي وٺي وڃي فائرنگ اسڪوارڊ جي حوالي ڪريو.“ اهو ٻڌي هن جوش مان نعرو هنيو، ”فلسطين سدا جيئي.“

# عظيم سوکڙي

● اڄ شازيه تمام گهڻي خوش هئي ۽ ڇو نه هجي، اڄ هن جي سالگره هئي، ٻين ٻجي کان مهمان اچڻ لڳا هئا ۽ پنجين تائين سڀ مهمان ۽ شازيه جون ساهيڙيون اچي چڪيون هيون، پر شازيه کي جنهن جو اوسيئڙو هو، سا اڃا تائين ڪونه آئي هئي. اها زاهده هئي، شازيه هڪ سٺکر گهراڻي سان تعلق رکندي هئي، ان جي مقابلي ۾ زاهده جو پيءُ (سوئمنگ پول) ترڻ واري تلاءُ ۾ ترڻ سيکاريندو هو، جنهن مان ايتري آمدني ڪونه ٿيندي هئي.

پڻس ننڍي هوندي زاهده کي ترڻ سيکاري ڇڏيو هو. هڪ دفعي شازيه پنهنجي ساهيڙين سان تلاءَ جو سير ڪري رهي هئي ته اوچتو شازيه جو پير ٿڙي ويو ۽ ڏو وڃي تلاءُ ۾ ڪري. شازيه ٻڏڻ لڳي پر زاهده جيڪا ترڻ ڄاڻندي هئي، تنهن شازيه کي ٻڏڻ کان بچائي ورتو، ان واقعي کان پوءِ شازيه جي دل ۾ زاهده ڏانهن وڏيڪ محبت پيدا ٿي.

سالگره جي ڏينهن شازيه جي نگاهه دروازي ۾ کتل هئي، اوچتو زاهده وڏي دروازي مان گهر ۾ داخل ٿي. زاهده جي هٿ ۾ هڪ خوبصورت پيڪٽ هو، شايد

شازيه لاءِ ڪا سوکڙي آندي هئائين. زاهده جي ايندي ئي شازيه جو چهرو خوشيءَ مان ٻهڪڻ لڳو پر ان زاهده سان شڪايت ڪئي ۽ چوڻ لڳي، ”وچ مون سان نہ ڳالهاءِ! خبر اٿئي تہ ڪيڪ ٽين بجي ڪٽجي چڪو آهي ۽ تون ڇئين بجي آئي آهين، يعني پورو هڪ ڪلاڪ دير سان.

شازيه ڳالهہ پوري ڪئي تہ زاهده چيو، جيڪڏهن ٻڌڻ ٿي تہ ٻڌ، آءٌ دير سان ڇو آئي آهيان. مان توهان جي گهر اچي رهي هيس، تہ خبر ناهي ڇا سوچي رهي هيس، اوچتو مون سان اچي ڪير ٽڪرايو ۽ تنهنجي لاءِ خريد ڪيل تحفو يعني سنگ مرمر جو تاج محل هٿ مان ڪري پرزا پرزا ٿي ويو، جڏهن مون متي نهاريو تہ منهنجي سڄي ڪاوڙ ختم ٿي ويئي، اها هڪ انڌي عورت هئي، منهنجي پڇڻ تي ٻڌايائين: ”ڌي! آءٌ هڪ غريب ۽ انڌي عورت آهيان، منهنجي هڪ ڌيءَ آهي ۽ منهنجو گهر هتان گهڻو پري ڪونهي، آءٌ پنهنجي گهر وڃي رهي هيس، مون کي معاف ڪر، معلوم ٿو ٿئي تہ منهنجي ٽڪرائڻ سان تنهنجي ڪا شيءِ ڀڄي پئي آهي، مون کي ڪنهن شيءِ جي ڀڄڻ جو آواز آيو آهي. مون ان پوڙهيءَ کي سڄي ڳالهہ ڪري ٻڌائي ۽ چيم امان ڪا ڳالهہ ڪانهي جيڪو ٿيڻو هو سو ٿي ويو. هاڻي هل تہ تو کي تنهنجي گهر ڇڏي اچان. اها عورت مون کي دعائون ڪرڻ لڳي

۽ آئون ان کي سندس گهر پهچائي واپس گهر آيس.

منهنجي سمجهه ۾ ڪجهه به نه پئي آيو ته تنهنجي لاءِ ڪهڙو تحفو وٺي وڃان. اوچتو منهنجي نظر گهر جي الماريءَ تي پئي جنهن ۾ ”شاهه جو رسالو“ رکيو هو، جيڪو اچا ڪالهه منهنجي پيءُ منهنجي لاءِ آندو هو، اهو ئي سوچي شاعرن جي سرتاج جي ڪلام جو ڪتاب ”شاهه جو رسالو“ سوکڙي ۾ ڏيڻ لاءِ کڻي آئي آهيان.

اهو سڻي شازيه، زاهده سان چنبڙي ويئي ۽ چوڻ لڳي زاهده تون واقعي عظيم آهين. ان ڏينهن شازيه کي سڀ کان وڌيڪ اهو تحفو پسند آيو ۽ چونه اچي! هي سوکڙي سندس عظيم ساهيڙيءَ جي هئي.



# ماضي حال ۽ مستقبل

● گوتم کي اڄ هڪ ضروري ڪانفرنس ۾ وڃڻو هو، ڇاڪاڻ ته ڪيس ان جي صدارت ڪرڻي هئي، پر اڄ هو ماضيءَ جي يادن ۾ گم هو ۽ ڪيس ور ور ڏيو اهي خيال پئي آيا ته هو هيڏو وڏو ماڻهو ڪيئن ٿيو؟ جڏهن ته ننڍي هوندي ڪيس هڪ ويلي جي ماني به مشڪل سان نصيب ٿيندي هئي، هن جو پيءُ ننڍي هوندي هڪ روڊ حادثي ۾ مري ويو هو ۽ سندس ماءُ ڪيس پورهيو ڪري پڙهائيءَ جو خرچ پڪو ڏيندي هئي. ڇهريون درجو پاس ڪرڻ ڪانپوءِ هڪ ڏينهن استاد صاحب سڀني شاگردن کان پڇيو ته اوهين وڏا ٿي ڇا ٿيندا؟ ڪنهن وراڻيو انجنيئر ته ڪنهن چيو ڊاڪٽر ڪنهن وري چيو پائلٽ مطلب ته هر ڪنهن پنهنجي خواهش ٻڌائي، جڏهن هن جو وارو آيو ته استاد هن کان پڇيو ”ڇورا تون وڏو ٿي ڇا ٿيندين؟“ گوتم اٿي بيهي ورندي ڏني ”سائين، ڊي-سي!“ اهو ٻڌي هن جا سڀ ڪلاسي هن تي کلڻ ۽ چٿرون ڪرڻ لڳا، اڙي ڀوت ته ڏسوس هي به ٿو ڊي سي ٿئي. اهي ڳالهيون اڄ به ڪيس ياد هيون، آخر سخت محنت ڪانپوءِ ۽ هن مئٽرڪ پاس ڪئي، پوءِ وٽس ايترو پئسو ڪونه هو جو وڌيڪ پڙهي سگهي، مجبور ٿي ماڻس وڏيري وٽ

ويئي ۽ ڪانئس پئسا اڌارا گهريا پر هن پئسن ڏيڻ بدران هن کي ڌڪا ڏيئي گهر مان ڪڍيو. گوتم مجبور ٿي نوڪريءَ جي ڳولا ۾ نڪتو، پر ٽي مهينا در در جا ڌڪا ٿاپا کائڻ کانپوءِ مس مس هڪ مل ۾ هن کي ٽي سؤ ماهوار پگهار تي نوڪري ملي پر سا به هن پنهنجي ايمانداري ڪري وڃائي جو هن مل مالڪ کي ملاوت کان منع ڪئي، اهڙي طرح هن پنهنجي ايمانداريءَ جي ڪري ڪيتريون ئي نوڪريون وڃايون آخرڪار هڪ رحمدل شخص هن جي پڙهائيءَ جو بار پنهنجي ڪلهن تي کنيو ۽ هن ڪاليج ۾ داخلا ورتي، هاڻ هي وڌيڪ سخت محنت ڪري پڙهڻ لڳو. هن جا امتحان ٿيا ۽ هي ڏاڍي سٺي گريڊ ۾ پاس ٿيو ۽ ان سان گڏ هن جي اسڪالرشپ به منظور ٿي. نيٺ هڪ ڏينهن هن جو سپنو ساڀيان ٿيو ۽ هي پڙهي ڊي-سي ٿيو سڄو ڳوٺ اوڙو پاڙو هن کي مبارڪون ڏيڻ آيو، هرڪو خوشي مان جهومي رهيو هو، گوتم به ان ڏينهن ڏاڍو خوش هو پر ان ڏينهن سڀ کان گهڻي خوشي گوتم جي ماءُ کي هئي جيڪا ڪپڙن ۾ نه پئي ماپي.

”سائين اوهين هت ويٺا آهيو هوڏانهن سڀ اوهان جي اوسيئڙي ۾ ويٺا آهن-“ پٽيوالي چيو.

گوتم جي سوچ جو سلسلو ٽٽي پيو ۽ هو اٿي ڪانفرنس روم ڏانهن روانو ٿي ويو.

# شرط

آرنسٽ پريشانيءَ مان پسار ڪري رهيو هو، هن ڪيترائي ڀيرا مڙئي ميز تي پيل ان لفافي ڏانهن ڏٺو جيڪو سندس پريشاني جو ڪارڻ بڻيل هو، صبح جو سندس موڊ ڪافي حد تائين خوشگوار هو ۽ فلم تي وچڻ جو پروگرام ٺاهي رهيو هو، پر ويٺي ويٺي سندس نوڪر وليم گويا هن لاءِ مصيبتن جو پيغام کڻي آيو، هن ڪيترائي ڀيرا ڏيان سان ان جي تحرير پڙهي جنهن ۾ لکيل هو ته:

آرنسٽ هيري!

خوش هوندين

تون پلي سچي اسرائيلي فوج کي پنهنجي حفاظت لاءِ گهرائي وٺ پر سپاٽي جو سچ نه ڏسي سگهندين"

هيٺ فلسطين تنظيم آزاديءَ جي مهر لڳل هئي جنهن کي آرنسٽ هزارين ڀيرن مان سڃاڻي سگهيو ٿي، هن کي اهڙي ڪا ڳالهه ياد نه پئي آئي جنهن مان تنظيم آزادي فلسطين کي ناراض ٿيڻ جو موقعو مليو هجي، بهر حال ڇا به هو، هو ڏاڍو خوفزده هو ڪيس اها خبر هئي ته فلسطيني فدائي جيڪي چون ٿا سو ڪري ڏيکارين ٿا.

هڪ پوليس انسپيڪٽر جوزف سنڌس پراڻو واقفڪار هو پاڻ ان کي مدد جي درخواست ڪيائين. جوزف کي جڏهن سڄي ڳالهه جي خبر پئي ته فوراً سوالن جي بوڇاڙ شروع ڪري ڏنائين.

"خط ڪنهن آندو؟" جوزف پڇيو.

"منهنجي نوڪر وليم...." آرنسٽ وراڻيو.

"کيس گهراءِ"- جوزف چيو.

ٿوري دير کان پوءِ وليم، جوزف جي سامهون اچي بيٺو.

"خط توهان آندو آهي؟" جوزف وليم کان پڇيو.

"جي ها...." وليم وراڻيو.

"تون خط ڏيندڙ جو مهاندو ٻڌائي سگهين ٿو؟"

"مون کي افسوس آهي آءٌ نه ٿو ٻڌائي سگهان ...!"

"ڇو؟"....

"ڇاڪاڻ ته خط ڏيندڙ پنهنجو ٽوپلو ڇهري تي ايئن جهڪائي ڇڏيو هو جو آءٌ ان کي ڏسي نه سگهيس. مون اها ڪوشش به نه ڪئي، مون کي ڪهڙي خبر ته هي خط اسان جي لاءِ مصيبت بڻجندو."

"ڇا خيال آهي.... تنهنجي ڪنهن دوست جي شرارت ته ڪونهي." جوزف پڇيو.

"ناممڪن.... منهنجو ڪوبه دوست اهڙي شرارت نه ٿو ڪري سگهي.

"هون...." جوزف سوچ ۾ ٻڏي ويو، ٿوري دير

ڪان پوءِ پوليس جي هڪ ڪمڪ آرنسٽ جي بنگلي کي گهيري ۾ آڻي ڇڏيو. جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن آرنسٽ جو رنگ خوف ڪان پيلو ٿيندو ويو.

جوزف ڪيس تسلي ڏيئي چوڻ لڳو، ”تون ڪوبہ فڪر نہ ڪر.... فلسطيني فدائين جا ملائڪ بہ هتي نہ ٿا اچي سگهن.“

”مر.... مگر“ آرنسٽ ڏڪڻ لڳو.

”فڪر جي ڪابہ ضرورت ڪانهي!“ جوزف تسلي ڏيندي چيو.

”هي فڪر ڪرڻ ۾ حق بجانب آهي.“ اوچتو هڪ آواز ٻنهي کي حيران ڪري ڇڏيو. ٻئي وڏي ڦڙتيءَ سان مُڙيا، ڏٺائون تہ سامهون هڪ دراز قد نوجوان بيٺو هو، جيڪو ڏسڻ سان فلسطيني پيي لڳو. سندس هٿ ۾ پستول هو جنهن جو منهن هنن ڏانهن هو. ”تون.... تون.... ڪير آهين؟“ جوزف همت ڪري پڇيو.

”اهو ئي جنهن جو اوهان کي انتظار هو.“ فلسطيني مجاهد جواب ڏنو.

”ين.... يعني تہ....“ هن حيرانيءَ مان پڇيو. تنهنجو خيال صحيح آهي. آءٌ فلسطيني مجاهد! آهيان.“ ٻنهي مان ڪير بہ ڪونہ ڪڇيو، آخر تنگ ٿي فلسطيني مجاهد چيو، منهنجو نالو آصف بن وجيهہ آهي، غالباً اوهان مان هڪ انسپيڪٽر ۽ ٻيو آرنسٽ آهي.“

”پر اهڙي سخت پهري جي باوجود بہ تون اندر

ڪيئن داخل ٿيو آهين....؟" جوزف پڇيو.

"منهنجو خيال آهي ته ڪي اهڙيون به ڳالهيون هونديون آهن، جيڪي هرڪنهن کي ڪونه ٻڌائبيون آهن. آصف بن وجيهه ٺهڪ ڏيندي چيو.

"آخر تون چاهين ڇا ٿو....؟" جوزف پڇيو.

"اهو هرگز نه جيڪو ڏمڪيءَ ۾ لڪيو اٿم."

"ڇا... ڇا مطلب!!؟" ٻنهي هڪ ئي وقت پڇيو.

"دراصل آءٌ تنظيم آزادي فلسطين ۾ شامل ٿيڻ چاهيان ٿو، ان لاءِ مون ٽريننگ به حاصل ڪئي آهي، گوريلا ٽريننگ ۾ هڪ اهو به شرط هو ته سخت پهري جي باوجود به دشمن کي زير ڪرڻ، هاڻي اوهين خود ڏسو آءٌ ڪيترو نه ڪامياب ويو آهيان."

"پر منهنجو ڏوهه؟" آرنسٽ هڪندي پڇيو.

آصف بن وجيهه، آرنسٽ جو خوفزده آواز ٻڌي بي اختيار کلڻ لڳو.

"ته... ته ... پوءِ؟" آرنسٽ ڏڪندي چيو.

"ته پوءِ هن اقرارنامي تي صحيح ڪر، جنهن ۾ لکيل آهي ته سخت پهري جي باوجود به آءٌ تو وٽ پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهيان، انهيءَ صورت ۾ آءٌ تنظيم ۾ شامل ٿي سگهان ٿو." آرنسٽ هڪ ڊگهو ساهه کنيو ۽ بنا ڪنهن چون چران جي اقرارنامي تي صحيح ڪري موٽائي ڏنو.

"هاڻي اوهين ديوار ڏانهن منهن ڪري بيهو، حڪم

نه مڃڻ جي صورت ۾ پنهنجي انجام جا پاڻ ذميوار آهيو، مون وٽ پستول آهي، رانديڪو ناهي.

حڪم تي عمل ڪرڻ ڪان سواءِ ٻيو ڪو چارو به ڪونه هو، ٿوري دير ڪان پوءِ آرنسٽ مڙئي ڏٺو ته آصف بن وجيهه پنهنجي جاءِ تان غائب هو. هن جوزف ڏانهن ڏٺو جيڪو ايئن سهڪي رهيو هو ڄڻ ڪنهن ڊگهي سفر تان موٽيو هجي. (ترجمون)

# اجايو وهم

سارنگ او پٽ سارنگ ابا هيڏي دير ٿي ويئي آهي هينئر ڪيڏانهن پيو وڃين؟" ڦاپل پنهنجي ننڍڙي پُٽ سارنگ کي سڏيندي پڇيو.

"امان! آءٌ هتي ٻاهر ناند (راند) ڪرڻ پيو وڃان، ٻاهر آتر (آچر) بيٺو آهي نه!" سارنگ پنهنجي ٻاتڙي زبان ۾ ٻاتائيندي چيو.

"چورا هيڏي مهل ٻاهر نه ويندو ڪر نه ته گيب گدڙي کڻي ويندينءَ". ڦاپل سارنگ کي ڀؤ ڏياريندي چيو.

گيب گدڙيءَ جو نالو ٻڌي سارنگ سڄو ڪنبي ويو ۽ ڀؤ کان وٺي کٽ ڏانهن لوءُ ٻاتائين ۽ جلدي جلدي رلي ڪري اٿين سسڪي ويو جڻ ته ڪنهن ويهاٽي مٿان رلي پيئي هجي ٿوري دير ڪانپوءِ ماڙس به اچي ڀر ۾ ليٽيس، "امان او امان...." سارنگ آهستي چيو، "جي پٽ...." "امان هتڙي (هڪڙي) ڳالهه پڇان." "ها پٽ پڇ" "امان اها ديب دتڙي (گيب گدڙي) ڇا آهي." "چورا ديجان! ماٺ نٿو ڪرين؟، ڏاڍي زور آور اٿئي ڪو ننڍڙو ٻار رات جو گهر کان ٻاهر نڪرندو آهي ته ان جو ڳاٽو مروڙي ماري ڇڏيندي

آهي." ماڻس هٿن جي اشارن سان سمجهائيندي چيس، "چڱو هاڻ سمهي پئو نه ته ٻچيان ٿي گيب گدڙي" سارنگ اهو ٻڌي ماڻس جي ڪڇ ۾ سسڪي پيو ۽ سمهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو، ڀؤ کان سڄو پگهر ۾ شم ٿي چڪو هو. اوچتو ونيءِ ڪتي ڀؤنڪاٽ ڪيو ته سارنگ رڙ ڪري اٿيو ۽ ماڻس کيس ٺپري سمهارڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. سوچيندي سوچيندي الائجي ڪيڏي مهل ننڊ ڪٺي ويس صبح جو ماڻس کيس اٿاريو ۽ راتوڪو ٻاروٿو ٻچيل پٽ اڏي اڳيان رکيائينس. سارنگ پٽ کائي ٿيلهو کڻي اسڪول روانو ٿي ويو. اتي آچر کيس مهڻو ڏيندي چيو "واهه يار واهه! آءٌ بيهي بيهي ٿڪي پيس ۽ تون رات آئين ئي ڪونه."

"آتر (آچر) امان چوي ٿي ته جيڪو ٻه نماشام مهل گهر کان ٻاهر نڪرندو ان کي ديب دڏڙي (گيب گدڙي) کڻي ويندي ۽ ان جو ڳاٽو مروڙي ڇڏيندي." اها ڳالهه سارنگ تمام آهستي چئي پر استاد ٻڌي ورتي ۽ سارنگ کي سڏي چيائين، "سارنگ پٽ! تو ڪڏهن گيب گدڙي ڏٺي آهي." ته سارنگ وراڻيو "نه سائين!" استاد چيس، "پٽ اهي سڀ ماڻهن جا وهم ۽ ڏند ڪٿائون آهن، انهن ڳالهين جو حقيقت سان ڪو واسطو ڪونهي، اهو فقط ٻارن کي ڊيڄارڻ لاءِ ماڻٽ چوندا آهن." اتي سارنگ پڇيو، "سائين ڇا گيب گدڙي ڪونه مروڙيندي آهي؟" ته استاد وراڻيو، "نه پٽ!

جيڪي ٻار ٻڌڻا هوندا آهن سي گيب گدڙي جو نالو ٻڌي ڊڄي ويندا آهن ۽ پوءِ گيب گدڙيءَ جي ڀؤُ کان هنن جو هينئون ڦاٽي پوندو آهي ۽ هو مري ويندا آهن."

"سائين جيڪڏهن آءٌ ڊڄندس ته آءٌ به مري ويندس"

"پٽ! ٻار ڪي ڪڏهن به ڪنهن کان ڊڄڻ نه کپي جيڪڏهن تون به ڊڄندين ته تون به مري ويندين" اهو ٻڌي سارنگ چيو، "سائين! هاڻ آئون گيب گدڙيءَ کان ڪونه ڊڄندس، هاڻ آءٌ روز آچر جي گهر بجلي تي پڙهڻ ويندس ۽ انهن وٽ ٽي وي به آهي نه.... ۽ آءٌ ٽي وي تان ٻارن جو پروگرام روشن تارا به ڏسندس".

اهو ٻڌي استاد چيو، "شاباس پٽ! سٺا ۽ بهادر ڇوڪرا ڪڏهن به اجاين ڳالهين ۽ وهمن تي اعتبار ڪونه ڪندا آهن" اهو ٻڌي سارنگ دل ۾ پڪو پهه ڪيو ته آئندي ڪڏهن به گيب گدڙي کان ڪونه ڊڄندس.



# ڇوڪري جي وات

● اريٽريا جي گاديءَ واري شهر اسمارا کان اولهہ طرف چاليهہ ڪلوميٽرن جي فاصلي تي هڪ ننڍڙو ڳوٺڙو آهي جيڪو ڪجهہ غريب هارين جي جهوپڙين تي مشتمل آهي، اهي غريب شيدي هاري پهرين وڏي جنگ کان به اڳ جا اُتي آباد هئا ۽ شهرن ۾ رهندڙ وڏن وڏن زميندارن جون زمينون هاريپ تي ڪندا هئا، فرق صرف اهو جو جنگ کان اڳ ۾ ان جا مالڪ يورپ کان آيل گورا ماڻهو هئا ۽ هاڻي ايٿوپيا جي سڀ کان وڏي شهر ۽ گاديءَ واري هنڌ عديس ابابا جو هڪ وڏو سيٺ هو. اهو سيٺ هر سال ان وقت ڳوٺ ايندو هو جڏهن هاري لابارا وجهي، نيرا سنگ لٿي، هلر هلائي، ڳاهہ ڳاهي، ان جا انبار پيدا ڪندا هئا ۽ سڄي سال جا ڏک ڏولاڙا وسارڻ جي ڪوشش ڪندا هئا، عين ان وقت اهو ظالم سيٺ چند چاڙتن سان ايندو هو ۽ هارين کي ماري مڃائي اهو سڀ آن پاڻ سان آندل ٽرڪن ۾ وجهي کڻائي ويندو هو، اهڙي طرح اهو سلسلو سالن کان هلندو پئي آيو.

ان ڳوٺ ۾ به دوست پوپو سلي ۽ سعيد بخت بہ رهندا هئا، گذريل سال جڏهن سيٺ آن کڻڻ آيو هو تہ پوپو سلي جي پيءُ آن ڏيڻ کان نابري واري. ان تي

سيٺ ڪاوڙجي پيو، ڪيس ۽ سندس چئن ساٿين کي جهلي گولي هڻي شهيد ڪري ڇڏيو ۽ ان ڪئي ويو، جڏهن سيٺ ۽ سندس چاڙتن غريب هارين کي شهيد پي ڪيو ته ان وقت پين سان گڏ پوپوسلي ۽ سعيد بخت به بيٺا هئا. سيٺ اهو رڳو ان ڪري ڪرايو جو آئندي ڪنهن کي به همت نه ٿئي جو سندس سامهون ٿئي. هو اهو ڪوس ڏسندا رهيا ۽ دل ئي دل ۾ ڪڙهندا رهيا.

رات جو پنهي ساٿين پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته ان ظالم کان بدلو ضرور وٺجي. ڇو ته هن نه فقط ڪين ڦريو هو پر پنج خون به ڪيا اٿس ڪيس ان جي سزا ضرور ملڻ گهرجي. هو سڄي رات سوچيندا ۽ صلاحون ڪندا رهيا. آخر ان منزل تي پهتا ته ملڪ جي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ وطن دوستن گوريلن کان ان ڏس ۾ مدد وٺجي.

اڄ به سڄي سال جي محنت رنگ لاتو، غريب هارين پنهنجا پنهنجا پوتارا وڇايا ۽ خوشيءَ مان جهومي رهيا هئا ته اينتري ۾ سامهون ڪجهه موٽرون ۽ ٽرڪون اينديون نظر آيون، هو اهي ڏسي هيسجي ويا. ان مهل شام ٿي رهي هئي، سج لهڻ جا سانباهه ڪري رهيو هو. لاريون زوزاٽ ڪنديون اينديون ويون، سڀ هاري ٽرڪون ڏسي هيسجي ويا. هو ڪجهه دير اڳي خوشيءَ کان جهومي رهيا هئا، تن جي منهن تان مرڪ غائب

ٿي ويئي. هُن جي چهرن تي خوف ڇانئجي ويو.

”جلدي ڪريو آن ڪٿي گاڏين ۾ رکو....“

اوچتو موٽر مان لهندي سيٺ رنپ ڪندي چيو، پر ڪير به سندس حڪم جي تعميل ڪرڻ لاءِ اڳيان نه وڌيو.

”جلدي ڪريو.... ٻُڌان ڪونه ڇا؟“ سيٺ وري هڪل ڪئي. پر هاري ان ڪٺڻ ٻدران هڪ ٻئي جي منهن ۾ ڏسڻ لڳا.

”ڇا پيا ڏسو، جلدي ڪريو“ سيٺ هڪ دفعو وري به چيو.

”سيٺ! اسين آن ڪونه ڏينداسين، هي اسان جي ٻگهر جو پورهيو آهي.“ اوچتو بيٺل هارين مان هڪ چٽي چيو.

”ڇا ڪتي جا...... اوهانجي اها مجال جو انڪار ڪريو ۽ منهنجي سامهون ٿيو...... هاڻ مرڻ لاءِ تيار ٿيو.“

”مرڻ لاءِ توڙ تيار ٿي سيٺ! اوچتو ٻويان آواز گونجيو. سيٺ جيئن ڏي ٻويان نهاريو سندس هيٺيون هيٺ مٿيون مٿي رهجي ويو. سندس جيپ جو ڊرائيور مٿس گن تاڻيو بيٺو هو.

”تنهن.... تنهنجو مغز ته خراب ڪونه ٿيو آهي“ سيٺ هٻڪندي چيو.

ڊرائيور جيڪو گن تاڻيو بيٺو هو، تنهن سيٺ کي

جواب ڏيڻ بدران هارين ڪَي چيو: ”بهادر هاريو! جلدي ڪريو وقت ڪونهي سيٺ تي ڪاهي پئو.“ اِهو ٻُڌي ٻه ٽي هاري اڳيان وڌيا ۽ وڏي هيڄ مان وڏيري کي ٻڌي سوگهو ڪيائون.

ٻئي ڏينهن ملڪ جي اخبارن ۾ اها خبر وڏي سرخيءَ سان ڇپيل هئي ته ”ملڪ جو سڀ کان وڏو سرمائيدار سيٺ پيٿرڪ وطن دوست گوريلن هٿان مارجي ويو، سنڌس لاش شهر جي ٻاهران ويران علائقي مان هٿ آيو.“

# وطن جي راهه ۾

ٻارو! آئون ڪو هـي پهريون ڀيرو اوهانجي لاءِ ڪهاڻي لکي نه رهيو آهيان، پر اڳ ۾ به اوهانجي لاءِ ڪهاڻيون لکندو رهندو آهيان. مون وٽ جِنن، ديون ۽ پرين جون آکاڻيون ناهن، آئون ته هن دنيا جون ڳالهيون ٿو ڄاڻان، جنهن ۾ پاڻ رهون ٿا ۽ آئون توهانکي اهڙي ئي هڪ ڪهاڻي ٻڌائيندس، جنهن کي پڙهي اوهين ڪجهه سوچيو ۽ جيڪو ڪجهه سوچيو ان تـي عمل به ڪريو. منهنجي ڪهاڻي روس جي هڪ بهادر نينگريءَ جي ڪهاڻي آهي، جنهن جو نالو 'زويا' هو. هو ١٩٢٢ع ۾ پيدا ٿي ۽ ١٩٤١ع ۾ ڪيس ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو. اسان وٽ ته هتي شهرن ۾ ڇوڪريون ڇپين ۽ ڪوئن کي ڏسيو ڊڄيو وڃن ۽ وٺيو رڙيون ڪن، پر ٿورو پنهنجي مقابلي ۾ روس جي ڇوڪرين کي به ڏسو جن لڙائيءَ ۾ ڏاڍي بهادري ڏيکاري هئي. روس جون ڇوڪريون پنهنجي ملڪ جو قدر ڪن ٿيون ۽ وقت اچڻ تي پنهنجو تن، من ۽ ڌن به قربان ڪريو ڇڏين.
زويا به اهڙين بهادر ڇوڪرين مان هڪ هئي.

اها انهن ڏينهن جي ڳالهه آهي جڏهن جرمن فوجون تيزيءَ سان ماسڪو ڏانهن وڌي رهيون. سترهن سالن

جي زويا به پنهنجي ڳوٺ جي ٻين ڇوڪرين وانگر هڪ ننڍي فوجي دستي ۾ پنهنجو نالو لکايو هو. اهو دستو 'دريا' ضلع ۾ ڪم ڪري رهيو هو، جنهن جي هڪ ڳوٺ 'پٽ ري شوف' ۾ جرمن سوار فوج جو جو هڪ وڏو دستو ترسيل هو.

هڪ رات زويا پنهنجي ڪمانڊر جي حڪم تي ان ڳوٺ ۾ گهڙي ويئي ۽ اتي وڃي جرمنن جون ڪيترئون جهوپڙيون، تنبو ۽ گهوڙن جو طنبيلو ساڙي ڇڏيو.

ٻن ڏينهن ڪانپوءِ زويا پنهنجي دستي ۾ آئي، پر اڃا هن ٿڪ ئي نه ڀڳو هو، جو ڪمانڊر جو ٻيو حڪم اچي پهتو ۽ هيءَ هڪ دفعو وري اڪ چپ ۾ دشمن جي ڪئمپ ۾ پهچي ويئي، جتي هن هڪ وڏي طنبيلي ۾ باهه لڳائڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن ۾ جرمنن جا اٽڪل ٻه سؤ گهوڙا ٻڌل هئا. پر خبر اٿو ڇا ٿيو؟ زويا کي هڪ جرمن سپاهي گرفتار ڪري ورتو.

ان وقت روس ۾ جرمن فوجن جو ڪمانڊر ليفٽيننٽ ڪرنل رود هو جنهن زويا کان ڪيترئون ئي ڳالهيون پڇيون، پر هن همٿ واري ڇوڪريءَ وطن جي سپاهين جو راز دشمن کي نه ٻڌايو. ايستائين جو هن پنهنجو اصلي نالو به لڪايو ۽ 'تانيا' جي فرضي نالي سان مشهور ٿي. خبر اٿو ان خاموشيءَ جي سزا هن کي ڪهڙي ملي؟ شايد اهو ٻڌي اوهين ڏڪي وڃو! ۽ ڪيترن جي اکين

مان لڙڪ به وهي ايندا. زويا کي جرمن سپاهين چمڙي جي پٽن سان ڏاڍو ماري ۽ هن جي پٺيءَ کي ڦٽڪن سان چيري ڇڏيو. برف جي ٿڌين نادين تي ليٽايو ۽ انهن تي اگهاڙي جسم سان گهليو ويو. ان کان علاوه هن جي زبان کولائڻ لاءِ قسمين قسمين جون سزائون ڏنيون ويون. پر واه ڙي زويا تنهنجي بهادري! هڪ لفظ به زبان مان نه ڪڍيائين ۽ چيائين:

جي لوڻ لڳين لائينءَ، چيري چيري چم
مون ڪُر اگهي نه ڪيو، اهڙو ڪوجهو ڪم
جان جان دعويٰ دَم، تان تان پرت پنهوارن سين.

۽ پوءِ آخر اهو ڏينهن به اچي ويو، جڏهن زويا کي موت جي سزا جو حڪم ٻڌايو ويو. جرمن سپاهين ڳوٺ جي سڀني ماڻهن کي ڍورن وانگر هڪالي ان طرف آندو، جتي ڦاسيءَ جي تختي تي وطن جي هيءَ سورمي بيٺي هئي. سندس ڳاٽ اوچو هو ۽ اکين ۾ وطن جي حب ۽ پيار جو سمنڊ ڇوليون هڻي رهيو هو. اوچتو هن جسم کي حرڪت ڏني ۽ زور سان پنهنجي ساٿين کي چوڻ شروع ڪيو:

”ساٿيو! هي اڄ اوهانجي ڇهرن تي مايوسي ڇو آهي! منهنجي بهادر وطن جا بهادر سپوتو! همت ڪريو، اڳيان وڌو ۽ جرمن فوجين کي ماري ڀڄايو. انهن جي گودامن کي ساڙيو ۽ انهن کي ايترو ته ستايو، انهن کي ايترو ته پريشان ڪريو، جو هي اوهان جي سرزمين

ڇڏي رڙيون ڪندا هتان ڀڄي وڃن، آئون موت کان نه ٿي ڊڄان، پنهنجي وطن جي لاءِ جان قربان ڪرڻ- ان کان وڌيڪ ٻي فخر جي ڪهڙي ڳالهه آهي ؟....“

هوءَ وڌيڪ ڇئي نه سگهي، جلاد ڦندو هن ڳچيءَ ۾ وڌو ۽ ڦندي جي سرڪڻ زويا جي ڳچيءَ کي دٻائڻ لڳي. بهادر زويا ڦندي جي رسي کي هٿن سان جهلي ڍرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پيرن جي پٻن تي ٿي بيهي پوري زور سان چيائين:

”الوداع! ساٿيو، جنگ جاري رکجو، ڊڄو مَتان، سوڀ اسان جي ٿيندي، اسانجو محبوب اڳواڻ اسانجي مدد لاءِ ضرور ايندو.... ضرور....“

زويا مري ويئي، پر هن دنيا جي عورتن جو ڳاٽ ڪري ويئي. سترهن سالن جي هن ڇوڪريءَ جيڪا قرباني پيش ڪئي آهي، ان جو مثال دنيا ۾ ڏاڍو مشڪل ملندو.

روس وارن زويا جو ڏاڍو قدر ڪيو ۽ کيس ’روس جي هيروئن‘ جو خطاب ڏنو. عام ۽ خاص کيس ’روس جي ڌيءَ‘ چئي ساڻس پنهنجي محبت جو اظهار ڪيو، زويا هڪ ڇوڪري هئي، جيڪا دنيا ۾ ظلم ۽ ڏاڍ کي دور ڪرڻ جي لاءِ نمونو بنجي آئي هئي.

اسانجي سنڌ ۾ به اهڙيون ڪيتريون ئي سورميون پيدا ٿيون آهن، جن ۾ ڀاڳهل ڀاڳي ۽ مائي بختاور جو نالو سڀني کان مٿاهون آهي.

# سلڇڻي نينگري ۽ شرارتي ڪئو

جميله جو گهر هڪ خوبصورت باغ جي وچ ۾ هو، چوڌاري رنگ برنگي گلن جون ٻاريون هيون، ان ڪانسواءِ باغ ۾ انبن، زيتون، ڪيلن، توتن ۽ صوفن جا وڻ هئا. جميله ڏاڍي سلڇڻي نينگري هئي، صبح جو سوير اٿي هٿ منهن ڌوئي قرآن شريف جو دؤر ڪندي هئي، دؤر ڪرڻ ڪانپوءِ باغ جو سير ڪرڻ ويندي هئي، گهر موٽي گهرو ڪم ڪار ۾ ماڻس جو هٿ ونڊائيندي هئي ۽ پوءِ تيار ٿي اسڪول پڙهڻ ويندي هئي. ماسترياڻيون جميله ڪان ڏاڍيون خوش هونديون هيون ڇو ته هوءَ ماءُ پيءُ وانگر هنن جو چيو مڃيندي هئي ۽ دل لڳائي پڙهندي هئي، جميله جي گهر ۾ ڪتاب ڪبٽن ۾ ڏاڍي سهڻي نموني رکيل هئا، واندڪائي جي وقت هوءَ اهي ڪتاب پڙهندي هئي.

سندس باغ جي هڪ ڪنڊ ۾ هڪ ڪئو ۽ ڪئيءَ جو ٻر هوندو هو، هنن جا ننڍڙا ٻار ٻه هئا، ننڍڙا ننڍڙا، چمڪدار اکين ۽ لسين ڪلن وارا اهي ٻار سڄو ڏينهن پيا پنهنجي ٻر اندر کيڏندا هئا، هو ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي ابي امڙ سان گڏ ٻر ڪان ٻاهر به نڪرندا هئا پر اڪيلا

ڪڏهن به نه ويندا هئا ڇو ته ماڻس کين ٻڌايو هو ته ٻاهر ڏينهن جو ٻلي ۽ رات جو ڇيرو کين کائي سگهيو ٿي.

انهن ٻارن مان هڪڙو ڏاڍو شرارتي هو، گهر ٻاتين کان نظر بچائي هو پر کان ٻاهر نڪري ويندو هو ۽ پوءِ ابي امڙ جا دڙڪا ٻڌي وري موٽي ايندو هو. هڪ شام جو موسم ڏاڍي وڻندڙ هئي، هي ٻار به پنهنجي ابي امڙ سان گڏ باغ ۾ گهڻي دير تائين نچندا ٽپندا رهيا ۽ جڏهن اونده ٿيڻ لڳي ته موٽي ٻر ۾ آيا. ماڻس سڀني کي کاڌو کارايو ۽ کين آکاڻي ٻڌائڻ لڳي. ننڍڙو شرارتي ڪئو اڃا ٻاهر گهمڻ جو سوچي رهيو هو، آخر موقعو ملندي ئي هو ٻاهر نڪري آيو ان وقت رات ٿي چڪي هئي، آسمان تي چنڊ چمڪي رهيو هو، ٿڌڙي هير گهلي رهي هئي ۽ ڪئو نينگ ٽپا ڏيندو ڊوڙي رهيو هو ايتري ۾ جميله جي گهر مان گيتن ۽ موسيقي جو آواز ٻڌائين گيت جي ڌن تي ڪئو مست ٿي ويو ۽ گهر ڏانهن رخ رکيائين. جميله پنهنجي گهر جي ٻاتين سان ويٺي ٿي — وي تان گيت ٻڌي رهي هئي. ڪئي هن کان اڳ ۾ ڪڏهن به اهڙو خوبصورت سينگاريل گهر نه ڏٺو هو پسوهو هر ڪمري جو جائزو وٺڻ لڳو، گهمندي گهمندي هو جميله جي ڪمري ۾ گهڙي ويو. ڪپڙن ۾ رکيل ڪتاب ۽ رانديڪا ڏسي حيران ٿي ويو، ايتري ۾ هن جي نظر فرش تي پيل

هڪ ڪئي ني پئي هو تپ ڏيئي اچي ان جي پر ۾ ويٺو ۽ ساڻس کيڏڻ لڳو. اصل ۾ اهو چاپئي وارو هترادو ڪئو هو، ان اٺل پتل سان هن جا ڦيتا ڦرڻ لڳا. آواز ٻڌي ڪئو ٻچي ويو. گهرو .... گهرو جا آواز ٻڌي جميله ڪمري ۾ آئي ته هن شرارتي ڪئي کي هڪ ڪنڊ ۾ ويٺل ڏٺو، اهو ڏسي هن ڏاڍو رحم آيو. هن هڪدم ڪٽي ڪئي کي جهليو. ڪئو ٻچ وچان صفا مت ڪان نڪتل هو. جميله کيس هڪ پڃري ۾ بند ڪري ڇڏيو.

هاڻي ته روزانو هوءَ کيس مزي مزي جون شيون کائڻ لاءِ ڏيندي هئي پر هو ڪجهه به نه کائيندو هو. هو ته سڄو ڏينهن پنهنجي گهر، ابي امڙ ۽ ڀائرن کي ياد ڪري پيو روئندو هو. ٻن ٽن ڏينهن اندر هن جي حالت خراب ٿي ويئي. پريشان ٿي جميله کيس جانورن جي ڊاڪٽر ڏانهن کٽي ويئي. جيڪو سندس پيءُ جو دوست هو. هن ڪئي کي ڏسي چيو، ”ڌي! هي جهنگلي ڪئو آهي سو پڃري ۾ رهي نه ٿو سگهي وري ٻچو به آهي، هن کي پنهنجو گهر ياد ايندو هوندو تون هن کي ڇڏي ڏي.“

جميله ڏاڍي ڏک سان ڪئو باغ ۾ آزاد ڪري ڇڏيو ڪئي وڏي ڊوڙ پاتي ۽ پنهنجي ٻر ۾ گهڙي ويو. هن جا ماءُ پيءُ هن جي ياد ۾ روئي ٿوئي

ويٺا، هن کي ڏسي سيٺي ڏاڍا خوش ٿيا، هو سمجهي رهيا هئا تہ ٻلي يا ڇپري ڪيس ڳڙڪائي ڇڏيو هوندو. شرارتي ڪئو پنهنجي ماءُ سان ياڪر پاڻي ڏاڍو رنو ۽ پڪو انجام ڪيائين تہ آئينده هو سدائين وڏن جو چيو مڃيندو.



# انوکو بدلو

ارشد ۽ اسلم هڪ ئي ڪلاس ۾ پڙهندا هئا ۽ هڪ ئي پاڙي ۾ رهندا هئا پر ان جي باوجود به الڳ الڳ رهندا هئا ان جو ڪارڻ اهو هو ته ارشد ڏاڍو شرارتي ڇوڪرو هو. هو اڪثر ڇوڪرن سان وڙهندو هو، ڪڏهن ڪنهن کان ڪتاب ڦري وٺندو هو ته ڪڏهن ڪنهن کي گاريون ڏيندو هو ۽ ڪنهن کي هلندي چماٽ هڻي ڪڍندو هو، مطلب ته سڀ ڇوڪرا هن کان ڏاڍو ڊڄندا هئا. ارشد جي انهن شرارتن جي ڪري ڪيترائي دفعا اسڪول مان نالو ڪڍيو ويو هو، پر هو هر ڀيري اهو واعدو ڪري هيڊ ماستر کان معافي وٺي داخلا ڪرائيندو هو ته آئينده ڪنهن سان به ڪونه وڙهندو ڪجهه ڏينهن ته هو ڪنهن کي ڪجهه به نه چوندو هو پر پوءِ ساڳيو ڳن ساڳيو ڪهاڙو.

هڪ ڀيري هڪ ڇوڪري بسڪوٽ پئي کاڌا ته ارشد هن کان بسڪوٽ ڦري کائي ڇڏيا ۽ هو ڇوڪرو روئندو هيڊ ماستر ڏانهن وڃڻ لڳو. ارشد به هن جي پويان وڃڻ لڳو، جيئن ئي ڇوڪرو آفيس ۾ داخل ٿيو ارشد نوڪي ٻاهران ڪڙو ڏيئي ڇڏيو ۽ ڇوڪرن ڏانهن مڙي چيائين جيڪو به ٻڌائيندو ان جو خير ڪونهي."

سڀ ڇوڪرا ٻڌي ويا ڪوبہ ڪونہ ڪڇيو ٿوري دير ڪانپوءِ دروازو ڪڙڪائڻ جو آواز اچڻ لڳو. سڀ ڇوڪرا ٻڌيو ويٺا هئا ڪنهن ۾ بہ ايتري همت ڪانہ هئي جو دروازو کولي.

آواز بدستور وڌندو ويو، آخر مجبور ٿي اسلم اڳيان وڌڻ لڳو سڀ ڇوڪرا کيس روڪڻ ۽ ڊيڄارڻ لڳا پر هن ڪنهن جي بہ پرواه نہ ڪئي ۽ اڳيان وڌي ڪڙو کولي ڇڏيائين، سڀني ڇوڪرن جا منهن حيرت کان کلي ويا. هيڊ ماستر ٻاهر بيٺو پڇيو ”ڪڙو ڪنهن ڏنو هو؟“

”سائين! ارشد ڏنو هو.“ اسلم وراڻيو.

هيڊ ماستر ڪاوڙ مان ڳاڙهو ٿي ويو هو ۽ چوڻ لڳو ”ارشد ڪٿي آهي؟“ ”سائين گهر ويو هليو.“

”ڪيستائين ڀڄندو.... اچڻ ڏينس تہ خبر وٺانس.“ اهو چئي هيڊ ماستر ڇوڪرن کي ڪلاسن ۾ وڃڻ لاءِ چيو ۽ سڀ ڇوڪرا ڪلاسن ۾ هليا ويا.

ٻي ڏينهن جڏهن ارشد آيو تہ ماستر صاحب ارشد، اسلم ۽ ان ڇوڪري کي گهرايو ۽ ارشد کان پڇيو.

”تون ڪلهہ هن ڇوڪري کان بسڪوٽ ڦري ڇو کاڌا هئا.“

ارشد چيو، ”مون ڦري تہ ڪونہ کاڌا هئا پر مون پنهنجن پئسن تي ورتا هئا ۽ هن کي جهلڻ لاءِ ڏنا هئا پر هي ڪائڻ لڳو تہ مون ڪائنس ڦري ورتا، هي

ڪوڙ پيو ڳالهائي، توهان منهنجي دوست کان پڇي ڏسو.“ ارشد لا پرواهيءَ مان جواب ڏنو.

”گهراءِ پنهنجي دوست کي،“ ماستر صاحب حڪم ڏنو. ارشد پنهنجي دوست کي سڏائي پڙهائي وٺي آيو جڏهن ٻئي ماستر وٽ پهتا ته ماستر ارشد جي دوست کان پڇيو، جنهن ورائيو ته، ”سائين! ارشد منهنجي سامهون بسڪوٽ ورتا هئا.“ اهو ٻڌي ماستر ان ڇوڪري کي ڏاڍي مار ڏني جيڪو شڪايت ڪٺي آيو هو. پوءِ ماستر وري ارشد کان پڇيو.

”تو- ڪڙو ڇو ڏنو هو؟“

”مون ڪونه ڏنو هو. ارشد ورائيو.“

”تون ڪوڙ پيو ڳالهائين ڪڙو تو ڏنو هو.“

”اوهان کي ڪنهن ٻڌايو.“ ارشد پڇيو.

”مون کي اسلم ٻڌايو هو.“

اهو ٻڌي ارشد ڪاوڙ مان اسلم ڏانهن ڏٺو ٻئي ڇڙڪين ڪچو ڏي ڪائي ويندو. ماستر صاحب ڏنڊو ڪنيو ۽ ارشد کي چڱي سيکت ڏني.

جڏهن اسڪول مان موڪل ملي ته ارشد رستي ۾ اسلم کي روڪيو ۽ مارڻ لڳو پر اسلم به ڪنهن کان گهٽ ڪونه هو، ڏسڻ ۾ هو ساڏو سوڌو ٻئي آيو پر پر جيئن ئي ارشد مٿس ڀهريون وار ڪيو ته اسلم آسانيءَ سان گسائي ويو، پوءِ ته ارشد وار ڪندو رهيو پر اسلم روڪيندو ۽ گسائيندو رهيو ارشد جڏهن وار

ڪندي ڪندي ٽڪي پيو ته اسلم وجهه وٺي ڪيس ڏاڍي مار ڪڍي ايتري ۾ ارشد جي نڪ مان رت وهڻ لڳو ته اسلم جي دل ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي ۽ هن هٿ روڪي ڇڏيو. ان ڪانپوءِ اسلم، ارشد کان معافي گهري پر ارشد چيو "ڪا ڳالهه ڪونهي غلطي منهنجي ئي هئي جو مون بدلي جي باهه ۾ توکي رستي ۾ روڪيو. معافي ته مون کي وٺڻ گهرجي، خير آءٌ توکي دوست بڻائڻ ٿو چاهيان." اهو چئي ٻئي ٻاڪر پائي مليا ۽ پاڻ ۾ پرچي ويا پر هن ڀيري ارشد اسلم کان انو ڪو بدلو وٺڻ جو سوچيو هو.

هو ٻئي سنا دوست بڻجي ويا، هنن جي دوستي مثالي بڻجي وئي، هاڻي ارشد نه ڪنهن سان وڙهندو هو ۽ نه ئي ڪنهن کي ستائيندو هو. اسلم جي ڪري هاڻي ارشد ڪنهن کي ڪجهه به نه چوندو هو. ارشد ۽ اسلم گڏ اٿندا ۽ ويهندا هئا اسلم جي اسڪول ۾ سٺي پوزيشن رهي هئي پر ارشد ڪڏهن فيل ٿيندو هو ته ڪڏهن پاس، پر هاڻي ارشد به پڙهڻ شروع ڪيو هو هن به اسلم وانگر ڪامياب ٿيڻ ٿي چاهيو ۽ ان سان گڏ هن اسلم کان بدلو به وٺڻ ٿي چاهيو.

هو اسلم کي ڪڏهن ميلي ۾ وٺي ويندو هو ته ڪڏهن فلم تي ۽ ڪڏهن وري ٻـي مقصد تفريح ڪرائيندو هو. مطلب ته هن پنهنجون عادتون اسلم کي ڏيئي ڇڏيون ۽ اسلم جون عادتون خود اپنائي ورتيون.

هاڻي اسلم فلمن جو شوقين ٿي ويو هو. اسلم جو وڌندڙ شوق ڏسي ارشد دل ئي دل ۾ خوش ٿيندو هو.

هاڻي جڏهن اسلم اچي چوندو هو ته فلم ڏسڻ هل ته ارشد ڪو نه ڪو بهانو ڪري لهرائي ويندو هو ۽ اسلم ٻين دوستن سان گڏ فلم تي هليو ويندو هو. اسلم جي وڃڻ کان پوءِ ارشد خوب پڙهندو هو. هيڏانهن اسلم جون عادتون بلڪل بدلجي ويون هيون.

امتحان جا ڏينهن ويجها هئا، ٻه ڏينهن باقي هئا جيڪي اک ڇنڀ ۾ گذري ويا.

امتحان جو پهريون ڏينهن هو، ارشد جيڪو ياد ڪيو هو سو امتحان ۾ آيو هو ۽ هو دل کولي اطمينان سان لکي رهيو هو پر اسلم خاموش ويٺو هيڏانهن هوڏانهن نظرون ڊوڙائي رهيو هو ته ڪٿان ڪو ڪاغذ جو ٽڪرو ملي يا ڪير ٻڌائي، پر اُتي ڪير ڪنهن ڪي ڪم آيو.

هن هر هر ارشد ڏانهن ٿي ڏٺو ۽ ڪيس هلڪا سڏ به ٿي ڪيائين پر ارشد جو ته اهو انوکو بدلو هو ۽ هُن هن ڏانهن ڏٺو به ڪو نه ٿي. اسلم کان بدلو وٺڻ لاءِ ارشد پنهنجون سموريون حرڪتون ڇڏي ڏنيون هيون.

امتحان ختم ٿيا، رزلٽ نڪتي ته ارشد سڄي ڪلاس ۾ پهريون نمبر آيو هو پر اسلم ناپاس ٿي پيو هو.

سڀ ان تبديليءَ تي حيران هئا، سڀ سوالي نگاهن سان اسلم ڏانهن ڏسي رهيا هئا، اسلم ارشد ڏانهن ڏٺو تي پر شرم کان ڪنڌ جهڪائي تي چڙيائين.

هيڏانهن ارشد ڏاڍو خوش هو ڇو ته هن پنهنجي خلاف ڪيل شڪايت ۽ موچڙن جو انو ڪو بدلو ورتو هو.



Soorih Mirani

# پرڀات پبليڪيشن جو مقصد...

(١) سنڌي ٻارڙن لاءِ سهڻو، صحتمند، پرآميد، وقتائتو ۽ تعميري مواد پيش ڪرڻ.

(٢) ترقي پسند، قوم پرست ۽ انقلابي ٻاراڻو ادب پيش ڪرڻ.

(٣) سنڌي ٻارڙن کي نئين سوچ ۽ نوان ويچار ڏيڻ، محنت، ڪوشش ۽ جدوجهد لاءِ همٿائڻ.

(٤) سنڌي ٻارڙن کي پراڻين، منفي، غيراخلاقي ۽ غيرانقلابي روايتن مان ڇوٽڪارو ڏيارڻ.

(٥) سنڌي ٻارڙن کي پنهنجي ترقي، ٻولي، تاريخ ۽ ثقافت لاءِ اتساهه ڏيارڻ.

(٦) سنڌي ٻارڙن جي ترقي پسند ۽ انقلابي سوچ کي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچائڻ.

(٧) سنڌي ٻوليءَ کي سنڌ جي ”قومي ٻولي“ جي حيثيت ڏيارڻ لاءِ پاڻ پتوڙڻ.

(٨) ڌارين قومن جي انقلابين مان ڪارآمد مواد ۽ عمل جا نمونا پيش ڪري، سنڌي ٻارڙن کي انهن تي هلڻ جي ترغيب ڏيڻ.

Soorih Mirani

○ سنڌي ٻارڙي ادب تي جُڳن کان ڇانيل اونداهي جـي ڪُـڪ مان ڦٽندڙ

# ٻـــريـــات

يقيناً اوهان جي اُمنگن ۽ آرزوئن جي عين مطابق ثـابت ٿيندو.

○ هڪ قوم پرست ۽ تـرقي پسند ٻـارڙي رسالي جي کـوٽ پـوري ڪندڙ- اڇوتي سنڌي ٻـارڙن جـو آواز—

## ٻـريـات

○ جهالت ۽ اونداهـي واري دؤر مان نڪرڻ لاءِ اڄ ئي ”ٻـريـات“ جي روشني هر ذهن ۽ ضمير تـائين پهچايـو.



يوسف سنڌي، سنڌي ادب ۾ پهرين ۽ منا درجا ڪرڻ جي حوالي سان ڄاتو سڃاتو ٿو وڃي. گڏوگڏ سندس ڪالم ۽ ڪهاڻيون بہ سگهاري حيثيت رکن ٿيون. پاڻ لکڻ جي شروعات ٻارن ڪان ڪيائين ۽ اڄان بہ ٻارن لاءِ لکندو ٿو رهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ (١) بک، عشق ۽ آزادي (ڪهاڻيون) (٢) منهنجي زندگي ۽ جدوجهد (٣) چي گويرا جي ڊائري (٤) ڏونگر ڏک ڏٺام (٥) سنڌ پاڪستان ڪانپوءِ (٦) ڪنهن بمساوُ ڪيڻن آزاد ٿيو (٧) چيني انقلاب جون ڪهاڻيون (٨) جيڪي منجهہ جهان (٩) جنين لوهہ لڳن ۾ (١٠) بغاوت (١١) پاڪستان ۾ قومي مسئلي جو اقتصادي ۽ سماجي پهلو. ٻارن لاءِ سندس هي پهريون ڪتاب آهي

پرڀات سٽ

